# آسان سنڌي ڪتاب

## اڻين ڪلاس لاءِ

سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ، ڄام شورو

نگران اعليٰ: آغا سهيل احمد
چيئرمين، سنڌ ٽيڪسٽ بُڪ بورڊ

نگران: اويس ڀٽو

ليکڪ: ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو
ڊاڪٽر نواز علي شوق
پروفيسر مير محمد نظاماڻي

ايڊيٽرَ: ڊاڪٽر غلام علي الانا
اويس ڀٽو

پروف ريڊر: جمشيد احمد جوڻيجو

ڪمپيوٽر گرافڪس: نورمحمد سميجو

ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ: دانش ٻبر

# فهرست

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

## سَبق پَهريون

# حـمـد

تون ئي رهنما تون ئي رهبر اَسان جو،
تون خالق تون مالڪ سموري جهان جو.

تون سَتّار آهين تون غَفّار آهين،
نہ توکان سواءِ ڪوبہ واهر وسيلو،
هِتي ۽ هُتي تون مددگار آهين،
سوا تنهنجي سائين هلي ڪونہ حيلو!

ڏئين تو اي ڏاتار توکان گهران جو،
تون خالق تون مالڪ سموري جهان جو.

جڏهن رات اُوندهہ تي آٽي جهان تي،
تڏهن چنڊ تارن کي روشن ڪرين تو،
سدا مهر جا مِينهَن مولا وسائي،
ٿرن ۽ برن کي تون گلشن ڪرين تو؛

زمين کي تو پهرايو تاج آسمان جو،
تون خالق تون مالڪ سموري جهان جو.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- سموري جهان جو خالق ۽ مالڪ ڪير آهي؟
2- جڏهن رات اوندهه ٿي اچي ٿي تڏهن الله تعاليٰ ڇا ٿو ڪري؟
3- مولا ٽڙن ۽ ٻرن کي ڪيئن ٽوگلشن ڪري؟

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| خالق | ڏاتار | سموري | واهر | وسيلو | اوندهه | مينهن |
|---|---|---|---|---|---|---|

(حمد جي معنيٰ آهي ساراهه، حمد ان نظم کي چئبو آهي، جنهن ۾ الله تعاليٰ جي وڏائي، ان جي نعمتن جو ذڪر ۽ شڪر ڪيل هوندو آهي).

سَبق ٻيو

# پاڻ سڳورن صَلي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ جو دشمنن سان ورتاءُ

حضرت مُحَمُد صلَي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَمَ، الله تعاليٰ جا آخري نبي آهن. پاڻ سڳورن، الله جو جيڪو پيغام آندو، اُهو هر قوم ۽ هر زماني لاءِ آهي. نبي ڪريم صلي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَمَ، ڪنهن هڪ خطي لاءِ نه، بلڪ سڄي عالم لاءِ رحمت بنجي آيا هئا.

پاڻ سڳورن کي جن ماڻهن تڪليفون ڏنيون، انهن کي به ڪڏهن بددعا ڏنائون. نبي ڪريم صلَي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَمَ پنهنجي ڪٽر دشمنن کي به معاف فرمايو، اهڙا ڪيترائي واقعا تاريخ ۾ لکيل آهن. هتي ان ڏس ۾ به واقعا توهان جي آڏو پيش ڪريون ٿا:

خيبر جي هڪ يهودي عورت زينب بنت الحارث، گوشت ۾ زهر وجهي، پاڻ سڳورن کي کارايو. انهيءَ يهودي عورت پنهنجو ڏوهه به قبول ڪيو، پر نبي ڪريم صلَي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَمَ جَن ان عورت کي معاف فرمايو.

هڪڙي ڀيري جي ڳالهه آهي ته، نبي ڪريم صلَي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَمَ جَن کي هڪ يهوديءَ زيد بن سعنه جو قرض ڏيڻو هو. قرض واپس ڪرڻ ۾ اجا ٽي ڏينهن باقي هئا، پر اُهو يهودي ٽي ڏينهن اڳ ۾ ئي اچي بيهي رهيو ۽ قرض واپس گهريائين. انهيءَ يهوديءَ، حضور صلَي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَمَ جَن جي ڪلهي تان چادر لاهي ورتي. هن، پاڻ سڳورن جي پهراڻ کي جهلي سختيءَ سان چيو ته: ”عبدالمطلب جو اولاد قرض وٺي ڪڏهن به واپس نه ڪندو آهي.“

حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنهُ به اُتي موجود هو. هن، انهيءَ يهوديءَ کي دڙڪو ڏنو ۽ سختيءَ سان جواب ڏنو. پاڻ سڳورا، اهو سڀ ڪجهه ڏسندا، مُرڪندا رهيا. ان کان پوءِ حضرت عمر فاروقؓ کي چيائون ته:

”عمر! توکي مون سان ۽ هن سان ٻئي نموني جو ورتاءُ ڪرڻ کپندو هو. تون مون کي چئين ها ته قرض ادا ڪرڻ گهرجي ۽ هن کي سيکارين ها، ته قرض سنن لفظن ۾ گهرڻ گهرجي.“

پاڻ سڳورن حضرت عمرؓ کي وڌيڪ فرمايو ته: ”وڃ هن جو قرض ادا ڪر.“ نه رڳو اهو، پر ڪيس اهو به چيائون ته يهوديءَ کي اصل قرض کان هڪ مڻ ۽ پوٽا چار سير اَناج وڌيڪ ڏج. اهو ان ڪري جو حضرت عمرؓ انهيءَ يهوديءَ کي دڙڪا ڏنا هئا.

# مشق

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- پاڻ سڳورن جو پنهنجي ڪٽر دشمنن سان ڪهڙو ورتاءُ هو؟
2- حضور صلّي الله عَليه وآلهٖ وَسَلّمَ جن حضرت عمرؓ کي ڪهڙي نصيحب ڪئي؟

## (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| ورتاءُ | ڏوهه | ڪٽر | عالم | پيغام | خطي |
| --- | --- | --- | --- | --- | --- |

## (ج) هيٺ ڏنگين ۾ ڏنل لفظن مان صحيح لفظ چونڊي ضد لکو:

| | |
| --- | --- |
| آخري | |
| سچي | |
| جواب | |
| آڏو | |
| وچ | |
| وڏيڪ | |

(اچ- سوال- گهٽ- پهريون- پنيان- اڏ)

## ( هه ) هيٺيان خال پريو:

1- پاڻ سڳورن پنهنجي ———— دشمنن کي بہ معاف فرمايو.

2- ———— بہ اُتي موجود هو.

3- انهيءَ ———— عورت پنهنجو ڏوهه بہ قبول ڪيو.

سَبق ٽيون

# نعت

مُحمّد جا آهن ڪرم ڪيترا،
ستارا نہ ٿيا عرش تي، ايترا.

غريبن جو غمخوار آهي اُهو،
اڙين جو تہ آڌار آهي اُهو.

”نہ ڪاري ڪان ڳورو مٿاهون ٿيو“،
”سڀ انسان ٻائر ٿيا“، هن چيو.

مِلي راهہ تن کي، رُليل جي هئا،
مِلي تن کي منزل، ڀُليل جي هئا.

مُحمّد جا ڪيڏا نہ احسان ٿيا،
غلاميءَ مان آزاد ٿيا.

- امداد حسيني

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- غريبن جو غمخوار ڪير آهي؟
2- راهہ ڪنهن کي ملي؟
2- منزل ڪنهن کي ملي؟

### (ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| اڙين | آذار | مٿاهون | رُليل | ڀُليل |
|---|---|---|---|---|

### (ج) هيٺيان شعر مڪمل ڪريو:

- نہ ڪاري ڪان ڳورو ———— ٿيو.

  سڀ انسان ———— ٿيا، هن چيو.

- محمد جا ———— نہ احسان ٿيا،

  ———— مان آزاد انسان ٿيا.

(”نعت“ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، ان جي معنيٰ آهي: ساراهہ ڪرڻ، پر شريعت جي اصطلاح ۾ ”نعت“ جي معنيٰ آهي. نبي ڪريم صلّي الله عَليه وآلهٖ وَسَلَّمَ جَن جي ساراهہ ڪرڻ).

سَبق چوٿون

# حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله تعاليٰ عنهُ

حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله تعاليٰ عنهُ جو اصل نالو خالد هو. سندس لاڳاپو مديني جو بنو نجار قبيلي سان هو. هي مديني جي انهن بزرگن مان هو، جن حضور صلّي الله عَلَيه وآلهِ وَسَلَّمَ جن جي پهريائين بيعت ڪئي هئي. مسلمان ٿيڻ کان پوءِ، هن پنهنجي ڪٽنب جي ڀاتين، مٽن مائٽن ۽ دوستن کي اسلام جو پيغام پهچايو.

جڏهن نبي ڪريم صلّي الله عَلَيه وآلهِ وَسَلَّمَ جن کي، مڪّي شريف جي قريشن تڪليفون پهچايون، تڏهن پاڻ سڳورن الله تعاليٰ جي حڪم سان مديني منوره ڏانهن هجرت فرمائي. مديني منوره جي ماڻهن کي جڏهن اها خبر پئي، ته پاڻ سڳورا وٽن اچي رهيا آهن، تڏهن ڏاڍو خوش ٿيا.

پاڻ سڳورا صلّي الله عَلَيه وآلهِ وَسَلَّمَ جڏهن مديني منوره ۾ تشريف فرما ٿيا، تڏهن هرهڪ ماڻهوءَ چاهيو ٿي، ته ٻنهي جهانن جي سردار جي مهمانيءَ جوشرف کيس ملي؛ پر حضور صلّي الله عَلَيه وآلهِ وَسَلَّمَ جن فرمايو ته: ”ڏاچيءَ کي ڇڏي ڏيو، جتي وڃي ويهي اسين اتي رهنداسون.“ ڏاچي، حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله تعاليٰ عنهُ جي گهر جي سامهون اچي ويني. حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله تعاليٰ عنهُ کي ڏاڍي خوشي ٿي، جو اها سعادت کيس نصيب ٿي هئي.

حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله عنهُ، ڪيترن ئي جنگين ۾، نبي ڪريم صلّي الله عَلَيه وآلهِ وَسَلَّمَ جن سان گڏ رهيو هو. حضور صلّي الله عَلَيه وآلهِ وَسَلَّمَ جَن جي وفات کان پوءِ به هن ڪيترين جنگين ۾ شريڪ ٿي، پنهنجي بهادريءَ جا ڪارناما ڏيکاريا. سندس شهادت به قسطنطنيه ۾ جهاد ڪندي ٿي. سندس ئي وصيت موجب کيس قسطنطنيه جي قلعي جي ڀرسان دفن ڪيو ويو. سندس قبر تي عاليشان مقبرو ٺهيل آهي.

حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله عنهُ، پاڻ سڳورن جي تمام گهڻي خدمت ڪئي. پاڻ سڳورا به کيس ڏاڍو ڀائيندا هئا. انهيءَ ڪري صحابي ۽ اهلِ بيت به سندس گهڻي عزت ڪندا هئا.

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- حضرت ابو ايوب انصاريؓ جو اصل نالو ڇا هو؟
2- هن جو لاڳاپو ڪهڙي قبيلي سان هو؟
3- مسلمان ٽيٺ ڪان پوءِ هن ڇا ڪيو؟
4- جڏهن پاڻ سڳورا مڪّي ڪان هجرت ڪري مديني ويا، تہ پهريان ڪنهن جا مهمان ٿيا؟
5- صحابي ۽ اهلِ بيت حضرت ابو ايوب انصاري رضي الله تعاليٰ عنهُ جي ڇو عزت ڪندا هئا؟

(ب) هيٺين لفظن معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| بيعت | هجرت | جهاد | شهادت | سامهون |
|---|---|---|---|---|

(ج) هيٺيان لفظ گرامر موجب ڇا آهن:

ايوب – هو – دوست – اڄن تا – ڏاڇي

(د) هيٺين لفظن تي اعرابون ڏئي نوان لفظ ٺاهيو:

پت – پٽ – سٽ – هت

(هہ) هفتي جي ڏينهن جا نالا لکو:

جيئن، پهريون ڏينهن سُومر.

## سَبق پنجون

# بُرائيءَ جو بدلو بُرائي نہ آهي

گهڻي وقت جي ڳالهہ آهي، تہ بغداد شهر ۾ هڪ امير رهندو هو. اهو امير ڏاڍو هنيلو ۽ مغرور هوندو هو. ڪنهن کي بہ پاڻ جهڙو نہ سمجهندو هو. ماڻهو سندس ظلمن کان عاجز اچي چڪا هئا؛ پر ويچارا ڪري ڪجهہ نٿي سگهيا.

هڪڙي ڏينهن انهيءَ امير جي سواري، بغداد جي وڏي رستي تان اچي گذري. سندس اڳيان پٺيان ڪيترائي خادم هئا. انهن خادمن رستي تان ماڻهن کي پري پئي ڪيو. هڪڙو درويش، الائجي تہ ڪيئن ان امير تائين پهچي ويو! درويش امير کان خيرات گهُري. امير، درويش جي سوال تي ڏاڍو ڪاوڙيو. هن، درويش کي ڏاڍو گهٽ وڌ ڳالهايو. پوءِ هڪڙو پٿر کڻي، اهڙو تہ زور سان هنيائينس جو درويش جو مٿو ڦاٽي پيو ۽ هو اتي ڪِري پيو.

امير جي سواري اڳتي وڌي وئي. ماڻهن ڊوڙي اچي درويش کي اُٿاريو. درويش اهو پٿر کنيو ۽ دل ۾ چيائين تہ: ”مان هن پٿر کي سنڀالي رکندس. الله اهو وقت ضرور آڻيندو، جڏهن مان اهو پٿر ان کي هڻي، پنهنجي بي عزتيءَ جو بدلو وٺندس.“

درويش اهو پٿر هر وقت پاڻ سان سنڀالي رکندو هو. اُٿندي ويهندي، گهمندي ڦرندي اهو پٿر هن سان گڏ هوندو هو. تان جو انهيءَ واقعي کي ٻارهن مهينا گذري ويا.

هڪڙي ڏينهن اهو درويش، ساڳئي رستي تان گذري رهيو هو. اڳتي وجي ڏٺائين، تہ چوڪ تي ماڻهن جو ميڙ لڳو پيو آهي. هن ڏٺو تہ هڪڙو ماڻهو گڏهہ تي وينل هو، جنهن کي ماڻهو گهٽ وڌ ڳالهائيندا ۽ پٿر هڻندا تي ويا. درويش ماڻهن کان پڇيو تہ: ”اَبا، ڇا ڳالهہ آهي؟“ هنن کيس ٻڌايو تہ، ”خليفو پنهنجي هڪ امير تي ڪاوڙيو آهي، ان ڪري کيس هيءَ سزا ڏني وئي آهي.“

درويش اڳتي وڌي ڏٺو، تہ کيس گڏهہ تي چڙهيل اُهو ساڳيو امير نظر آيو، جنهن ٻارنهن مهينا اڳ پٿر هڻي، سندس مٿو ڦاڙيو هو. درويش چيو تہ ”وقت اچي

ويو آهي، تہ مان ان ظالم کان بدلو وٺان!“ هن پنهنجي گوڏڙيءَ مان ساڳيو پٿر
ڪڍيو. پٿر اڃا هٿن تي هو، تہ کيس خيال آيو، تہ ”انهيءَ امير برابر مون سان برائي
ڪئي هئي؛ پر منهنجو ڪم نہ آهي، تہ ساڻس برائي ڪريان. چو تہ برائيءَ جو بدلو
برائي نہ آهي.“ ائين سوچي هن پٿر اُڇلائي ڇڏيو ۽ هليو ويو.

ٻارو، انهيءَ آکاڻي مان اسان کي اهو سبق ٿو ملي تہ: چڱو ائين آهي تہ
جيڪو برائي ڪري، ان سان ڀلائي ڪجي. پر جي ڀلائي نہ بہ ٿي سگهي، تہ برائي
بہ نہ ڪجي. برائي ڪرڻ هميشہ بُرن جو ڪم آهي.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- اهو امير ڪهڙي شهر ۾ رهندو هو؟
2- درويش امير کان ڇا گهريو؟
3- امير درويش کي مٿي ۾ ڇا هنيو؟
4- درويش کي گڏهہ تي چڙهيل ڪير نظر آيو؟
5- درويش، امير کي پٿر ڇو نہ هنيو؟
6- هن آکاڻيءَ مان اسان کي ڪهڙو سبق ٿو ملي؟

**( ب ) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| هنيلو | عاجز | خادم | ميڙ |
|---|---|---|---|

**( ج ) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

گهٽي -- ٿوري
امير --
اڳيان --
برائي --
سوال --

**( د ) هيٺين صورتن ۾ اکرن تي ٽبڪا ڏئي ڌار ڌار لفظ ٺاهيو:**

سب – ٻار – هب – دادو – بر

### سَبق ڇهون

# شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه

شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ سنڌ جو وڏي ۾ وڏو شاعر ۽ صوفي بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس پيءُ جو نالو شاهه حبيبؒ هو. سنڌ جوعظيم شاعر ۽ صوفي درويش شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو سندس ڏاڏو هو.

شاهه عبداللطيفؒ ڀٽائين پور ڳوٺ ۾ ڄائو هو. سندس ڄمڻ جو سن 1102هجري برابر 1690ع آهي. ڪجهه عرصي کان پوءِ شاهه حبيب، ڀٽائين پور ڇڏي، ڪوٽڙي مغل نالي ڳوٺ ۾ اچي رهيو، جيڪو هاڻي ڀِٽي ويو آهي. شاهه سائينءَ جو ننڍپڻ به اتي ئي گذريو ۽ ڪيس شروعاتي تعليم به اتي ئي ملي. شاهه صاحب ننڍپڻ ۾ ئي ڏاڍو سُلڇڻو ۽ گهڻو وقت غور ۽ فڪر ۾ رُڌل رهندو هو.

شاهه لطيفؒ هڪ وڏو سيلاني هو. پاڻ زندگيءَ جو ڪجھ حصو سير ۽ سفر ۾ گذاريائين. پنهنجي رهڻ جي جاءِ به سير ۽ سفر ڪندي پسند ڪئي هئائين. اها جاءِ ڪراڙ ڍنڍ جي ڀرسان، واريءَ جو دڙو يعني ڀٽ هئي. اها جاءِ هاڻ ”ڀٽ شاهه“ جي نالي سان مشهور آهي. انهيءَ ڪري ڪيس ”شاهه ڀٽائي“ به سڏيو وڃي ٿو.

شاهه سائين پاڻ سان قرآن پاڪ، مثنوي مولانا روم ۽ شاهه ڪريم جو رسالو رکندو هو. شاهه جي ڪلام پڙهڻ ۽ ٻڌڻ سان روح کي راحت ملي ٿي. سندس ڪلام جي ڪتاب کي ”شاهه جو رسالو“ چئجي ٿو، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جو لافاني سرمايو آهي. سندس ڪلام جو ترجمو دنيا جي ڪيترين ئي اهم ٻولين ۾ ٿي چڪو آهي. شاهه سائينءَ جي ڪلام ۾ آفاقي رنگ موجود آهي. هو نه رڳو سنڌ لاءِ پر ساري عالم لاءِ سُک ۽ سُڪار جي دعا ٿو گهري.

سائينم! سدائين ڪرين مٿي سنڌ سُڪار،
دوست! مِنا دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين.

شاهه ڀٽائيءَ پنهنجي حياتيءَ جو باقي عرصو، انهيءَ ڀٽ تي گذاريو. سن 1165هجري برابر 1752ع ۾ رحلت ڪيائين. سنڌ جو مشهور حاڪم ميان غلام شاهه ڪلهوڙي، سندس قبر تي عاليشان مقبرو اَڏايو.

هن بزرگ جي درگاهه تي، هر سال صفر مهيني جي 14 تاريخ کان وڏو ميلو لڳندو آهي، جتي لکين عقيدتمند اچي حاضر ٿيندا آهن. انهيءَ موقعي تي ”شاهه لطيف ثقافتي مرڪز“ پاران ادبي ۽ ثقافتي ڪانفرنس پڻ ٿيندي آهي.

# مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- سنڌ جو وڏي ۾ وڏو شاعر ڪير ٿي گذريو آهي؟
2- شاهه لطيفؒ ڪهڙي ڳوٺ ۾ ڄائو؟
3- شاهه لطيفؒ کي شاهه ڀٽائي ڇو ٿو سڏيو وڃي؟
4- سندس ڪلام جي ڪتاب کي، ڪهڙي نالي سان سڏبو آهي؟
5- شاهه صاحب جو مقبرو ڪنهن ٺهرايو؟

**(ب) هيٺين جملن مان اسم جو اوڳڻ ڏيکاريندڙ لفظ چونڊيو:**

1- هي گدلو ڇوڪرو آهي.
2- سڙيل ميوو نه کائجي.
3- اسان کي خراب کاڌو نه کائڻ گهرجي.

**(ج) ٻارو! اوهان کي شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جا ڪي ٻيا شعر ياد آهن ته اُهي ڪاپيءَ ۾ لکو.**

سَبق ستون

# قومي ايڪو

اڙي غافلو، سمجهه ۽ ڏيـــانُ ڌاريو،
ڪڏي ڪوڙ، نيت سچيءَ سان گذاريو،
نہ ديني ٻيا ڪم دنيوي سڌاريو،
ڇڏي ڪاهلي گـــوٺ، گذريل وساريو.

وجهو اِتفاق ۽ محبت جا پـــايـــا،
سيئي ڪم اجايا، پون ٿي سجايـــا.

جو ٻئي جي چڱائي، ڀلائي گهُري ٿو،
ڀلو خير خلق، خدائي گهُري ٿو،
چڱو پڻ ٻين جي چڱائي گهُري ٿو،
ڀلائي صفائي، سدائي گهُري ٿو.

رکي جو سپن ساڻ صاحب سلامـــت،
نہ زحمت ڏسي ڪا، مصيبت نہ آفت.

- الله بخش "اٻوجهو"

# مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- اتفاق ۾ محبت سان ڇا ٿو ٿئي؟
2- شاعر، اسان کي ڪهڙي هدايت ٿو ڪري؟
3- قومي ايڪي بابت اوهان ڪو ٻيو شعر پڙهيو هجي ته اُهو ٻڌايو؟

**(ب) هم آواز لفظن کي قافيو چئبو آهي، جيئن: ڏاريو- گذاريو.**

**توهين هن نظم مان اهڙا پنج هم آواز لفظ ٻڌايو:**

**(ج) هيٺيان شعر مڪمل ڪريو:**

○ جو ٻئي ———— ، ———— گهري ٿو،
پلو ————، خلق ———— گهري ٿو.

○ رکي جو سين ساڻ صاحب —————
نه ———— ڏسي ڪا، مصيبت نه آفت.

**(ج) هيٺين جا ضد لکو:**

| | |
|---|---|
| ڪاهلي | |
| وساريو | |
| چڱائي | |
| صفائي | |
| سڌاريو | |

سَبق اَٺون

# جيٽ جهاز

باربرداريءَ جو سڀ کان تکو وسيلو هوائي جهاز آهي. هوائي جهاز ۾ وري سيني کان بهترين ۽ تکو جيٽ آهي. جيٽ جهاز نہ رڳو گهڻو سامان؛ پر گهڻا ماڻهو بہ کڻي سگهندو آهي. جيٽ جهاز پنجيتاليهہ هزار فوٽن جي بلنديءَ تائين اُڏامي سگهي ٿو جيٽ جهاز ايڏا تہ وڏا هوندا آهن، جو انهن ۾ پنج سؤ ماڻهو سفر ڪري سگهن ٿا.

جيٽ جهاز ٻين جهازن کان ان ڪري نرالو آهي، جو اهو تيلهڻ واري انداز ۾ هلندو آهي. توهان، ڦوڪيل ڦوڪڻو تہ ڏٺو هوندو! ڦوڪيل ڦوڪڻي ڪي جڏهن منهن وٽان ٻڌي ڇڏبو آهي، تڏهن اهو هڪ هنڌ پيل هوندو آهي. ڦوڪڻي جي منهن کولڻ سان ان مان هوا ٻڙڪو ڪائي ٻاهر نڪرندي آهي ۽ ڦوڪڻي ڪي بہ هڪ هنڌان ٻئي هنڌ پهچائي ڇڏيندي آهي. جيٽ جهاز ۾ اهڙو ڪم ان جون انجڻيون ڪنديون آهن.

جيٽ جهاز جي پهرين ڪامياب اُڏام 27- آگسٽ 1939ع تي جرمنيءَ ۾ ڪئي ويئي هئي. جيٽ جهاز ۾ ٻارڻ ٻري گئسون پيدا ڪندو آهي، جيڪي پوءِ هوا سان ملي جهاز ۾ اندر دٻاءُ پيدا ڪري ان کي اڳتي ڌڪڻ شروع ڪنديون آهن. انهن کي جيٽ جهاز رڳو ٻارڻ تي، نه ڪي وري ٻارڻ ۽ هوا جي گڏيل طاقت سان هلندا آهن.

جيٽ جهاز جي ايجاد سان اُڏام جي دنيا ۾ هڪ انقلاب آيو آهي ۽ فاصلا گهٽجي ويا آهن.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- باربرداريءَ جو سڀ کان تکو وسيلو ڪهڙو آهي؟
2- جيٽ جهاز گهٽ فوٽن جي بلنديءَ تائين اُڏامي سگهي ٿو؟
3- جيٽ جهاز ٻين جهازن کان نرالو ڪيئن آهي؟
4- جيٽ جهاز جي پهرين ڪامياب اُڏام ڪڏهن ٿي؟

**(ب) سواريءَ لاءِ ٻيا ڪهڙا وسيلا آهن:**

**(ج) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| باربرداري | تِکو | ڌڪڻ | هنڌ | ٻارڻ | نرالو | طاقت | وسيلو |
|---|---|---|---|---|---|---|---|

**(د) هيٺ ڏنل لفظن آڏو، انهن جا ضد لکو:**

| | |
|---|---|
| گهٽ | |
| بلندي | |
| ڪامياب | |
| پهرين | |
| طاقت | |

سَبق نائون

# شهريءَ جا حق ۽ فرض

اسان مان هرهڪ کي عام رستي تان هلڻ جو حق آهي، پر ساڳئي وقت اسان جو فرض آهي، ته ٻين کي ان رستي تان هلڻ ڏيون. اسان کي حق آهي، ته پنهنجي گهر ۾ آرام سان زندگي گذاريون، اهڙو ساڳيو حق اسان جي پاڙيسرين کي به آهي. جيڪڏهن پنهنجي سُک خاطر، گهر جو ڪِن ڪچرو گڏ ڪري، ٻين جي درن اڳيان اُڇلائبو ته پاڙيسريءَ کي ان مان تڪليف پهچندي.

باغيچن ۾ گهُمڻ جو هر ڪنهن کي حق آهي؛ پر جيڪڏهن باغيچن ۾ ميوي جون ڪلون ۽ ٻيو ڪِن ڪِچرو ڦٽو ڪبو، تہ جيڪا فرحت، باغيچن مان اسان کي آئي، سا ٻين کي نہ ايندي. اُنهيءَ ڪري جو ڇڏيل گند ٻين جو مزو ڦٽائي ڇڏيندو.

باغ ۾ پينگهہ لڏڻ وقت بہ پنهنجي واري لاءِ ترسڻ گهرجي. راند رُوند ۾ بہ پهرين جنهن جو وارو هجي، ان کي ڏِجي. ائين ڪرڻ سان سڀني کي پنهنجو حق ملي ويندو ۽ فرض جي بہ پورائي ٿيندي.

اسڪول ۾ پاڻي پيئڻ وقت يا رسيس ۾ شيءِ وٺڻ مهل قطار ۾ بيهجي. ساڳيءَ طرح اسٽيشن تي ٽڪيٽ وٺڻي هجي يا پوسٽ آفيس مان لفافا، اتي بہ قطار ٺاهجي ۽ پنهنجي واري لاءِ ترسجي.

اسان کي گهرجي تہ پنهنجا حق ۽ فرض چڱيءَ طرح سمجهي، ان موجب عمل ڪريو. ائين زندگي سک ۽ آرام سان گذرندي.

# مشق

## (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- حق ۽ فرض ۾ ڪهڙو فرق آهي؟
2- ٻين جي گهرن آڏو ڪِن ڪِچري اُڇلڻ ڪري ڇا ٿيندو آهي؟
3- باغيچن ۾ ميوي جي ڪلن ۽ ڪِچري اُڇلڻ ڪري ڇا ٿيندو آهي؟
4- پينگهہ لڏڻ وقت ڇا ڪرڻ گهرجي؟
5- هر هڪ سکي زندگي ڪيئن گذاري سگهندو؟

## (ب) هيٺين جملن مان فعل ڳوليو:

1- اڄ مان ڪراچيءَ ويندس.
2- مان ڪالهہ حيدرآباد ويس.
3- مون خط لکيو.
4- اسين اسٽيشن تي گهمڻ وينداسين.

(ج) سنڌ جي ڪن ٻه پنجن راندين جا نالا لکو:

(د) هيٺ ڏنل لفظن جا واحد ۽ جمع ڏاهيو:

| | |
|---|---|
| | ڪتابُ |
| اطلاع | |
| | ڪلاسُ |
| أنَ | |

# لطف الله سورتيءَ جو سنڌ جو سفرنامو

لطف الله سورتي، انگريزن جي ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ هڪ منشي ۽ ترجمان هو. هو سورت جو وينل هو، تنهن ڪري ان کي لطف الله سورتي سڏيندا هئا. هو فارسيءَ جو وڏو ڄاڻو هو ۽ گجرات ۾ رهندڙ انگريز عملدارن کي فارسي پڙهائيندو هو. اهي انگريز جيڏانهن به ويندا هئا، ته هن کي پاڻ سان گڏ وٺي ويندا هئا.

1838ع ۾ هڪ انگريز عملدار ڪئپٽن ايسٽ وڪ، سنڌ ۾ آيو ۽ پنهنجي استاد لطف الله سورتيءَ کي پاڻ سان گڏ وٺي آيو. لطف الله، ڪئپٽن ايسٽ وڪ سان سڄي سنڌ گهُميو. انهيءَ ڪري لطف الله پنهنجي سفرنامي ۾ سنڌ جي ڪيترن ئي ڳوٺن ۽ شهرن ۽ ماڻهن جو احوال آندو آهي. هو حيدرآباد جي پڪي قلعي لاءِ لکي ٿو:

”هي پنج ڪنڊو قلعو آهي، جو هڪ ٽڪرَ مٿان پڪين سرن ۽ ڪِچ سان ٺهيل آهي. عام قلعي جي دستور موجب، هن قلعي جي چوڌاري کاهہ کاهي ڪانہ آهي. هن ۾ ميرن جا ڪٽنب، سندس ويجها عزيز ۽ ٻيا خاص امير ۽ شهري رهن ٿا. چئن يارن واري شاهي صندل تي، هڪ سادو ايراني غاليچو وڇايل هو، ان تي چارئي حڪمران هر هڪ مير نور محمد خان، مير نصير خان، مير محمد خان، ۽ نوجوان مير شهداد خان وينل هئا. سندس پر ۾ تلوارون ۽ ڍالو رکيل هيون. اهوئي سندن تخت گاهه هو. انگريز نمائندو ۽ سندس ساٿي ڪرسين تي وينا هئا، جيڪي خاص هنن لاءِ آندل هيون. دربار ۾ داخل ٿيڻ وقت، ڪين پنهنجا بوٽ لاهڻا پيا، باقي سڀ ماڻهو هيٺ غاليچن تي وينا.“

”نورمحمد خان هڪ نهايت سياڻو، وڏي خيال وارو ۽ بهادر انسان ٿي لڳو. هو پوري پُني قد ۽ اڌڙوٽ عمر جو هڪ سهڻو انسان هو. حڪومت جون ڳالهيون رڳو مير نور محمد سان ڪيون وينديون هيون، ڇاڪاڻ ته مير نصير خان ۽ مير محمد خان ورلي ڪو جواب ڏيندا هئا. نصير خان به خوبصورت هو، پر بُت ۾ گهٽو پريل هو. سندس منهن مان نرمي ۽ همدردي پئي ظاهر ٿي. مير محمد

خان سهڻو، ناهوڪي بدن وارو ۽ سپاهيءَ وانگر هو. هو نورمحمد خان جي ڪاہي پاسي، صندل جي چيڙي تي وينل هو. سندس ڪاہو هٿ ڍال تي ۽ ساڄو هٿ تلوار جي مُنئي تي هو.“

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- لطف الله ڪٿي جو وينل هو؟
2- لطف الله ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ ۾ ڪهڙي عهدي تي هو؟
3- لطف الله، ڪهڙي عملدار سان سڄي سنڌ گهميو؟

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| ڪاهي | ڪٽنب | عزيز | سياڻو | ناهوڪي |
|---|---|---|---|---|

**(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

| وينل | | سادو | |
|---|---|---|---|
| ڳنڌ | | سياڻو | |
| ڳوٺن | | گهٽو | |
| عام | | ڪاہي | |

**(د) فعل جا ٽي زمان آهن: ”زمان حال“، ”زمان ماضي“ ۽ ”زمان مستقبل“، ”زمان حال“ هلندڙ وقت ٿو ڏيکاري، جيئن ”آءٌ خط لکان ٿو.“ توهين زمان حال جا ڪي ٻہ جملا لکي ڏيکاريو.**

سَبق يارهون

# ســـري لـــنـــكا

سري لنڪا کي انگريزي راڄ ۾ سيلون سڏيندا هئا. هيءُ ملڪ هندستان جي ڏکڻ ۾، هندي وڏي سمنڊ ۾ هڪ ٻيٽ جي صورت ۾ آهي. هن جي شڪل انب جهڙي آهي. انگريزن جي حڪومت جي زماني ۾ هيءُ ملڪ، ڪافي عرصي تائين هندستان سان شامل هو.

ڪنهن زماني ۾ سيلون، پورچوگيزن جي هٿ هيٺ هو. وري ڊچ قوم جي قبضي ۾ آيو. تنهن کان پوءِ، انگريزن هن تي قبضو ڪيو. هڪ سؤ ٻٽيهن ورهين جي حڪومت کان پوءِ، انگريزن 4 فيبروري 1948ع تي سيلون کي آزادي ڏني. هينئر هيءُ هڪ آزاد ملڪ آهي.

سري لنڪا جو پنجون حصو پوک جي لائق آهي. هن جي واريءَ واريءَ ڪناري تي ناريلن جا وڻ جام ٿيندا آهن. جبلن تي ٻيلا آهن، جن مان عمارتي ڪاٺ ملي ٿو. ٽڪرين تي چانهه، ڪافي، ربڙ ۽ گرم مصالحا ٿين ٿا. ميدانن ۾ چانورن جي پوک ٿئي ٿي.

سري لنڪا جا گهڻا ماڻهو ٻڌ ڌرم جا پوئلڳ آهن. هتي هندو بہ چڱي تعداد ۾ رهن ٿا. مسلمان ۽ عيسائي بہ هن ملڪ ۾ آباد آهن. ماڻهن جو ڌنڌو زراعت ۽ مال چارڻ آهي. هتي سياري توڙي اونهاري ۾ مينهن گهڻو پوندو آهي. سري لنڪا جي آبهوا گرم ۽ ڳِهميل آهي.

سري لنڪا جو وڏي ۾ وڏو شهر ڪولمبو آهي، جيڪو ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ ۽ مکيہ بندر پڻ آهي. ملڪ جو سمورو واپار هن بندر تان هلي ٿو. هن بندر کي وڏي اهميت آهي، ڇاڪاڻ تہ هندي وڏي سمنڊ مان لنگهندڙ سڀ جهاز، هتي لنگرانداز ٿيندا آهن.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- سري لنڪا کي اڳ ڪهڙي نالي سان سڏيندا هئا؟
2- هن ملڪ جي شڪل ڪهڙي آهي؟
3- ڪهڙين ڪهڙين قومن هن ملڪ تي قبضو ڪيو هو؟
4- انگريزن، هن ملڪ کي ڪڏهن آزادي ڏني؟
5- هتي ڪهڙيون ڪهڙيون پوکون ٿينديون آهن؟
6- سري لنڪا جو وڏو شهر ڪهڙو آهي؟

(ب) هيٺ ڏنل لفظن سان خال ڀريو:

لفظ: ڪولمبو – جام – مسلمان – عيسائي.

1- هت ناريلن جا وڻ ــــــــــــ آهن.

2- ــــــــــــ ۽ ــــــــــــ ٻه هڪ ملڪ ۾ آباد آهن.

3- وڏي ۾ وڏو شهر ــــــــــــ آهي.

(ج) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو:

| راڄ | حصو | جام | ڏنڊو | مينهن | مکيه |
|---|---|---|---|---|---|

(د) ٻارو! دنيا جي ڪن ٻه پنجن ملڪن جا نالا لکو:

(هه) زمان ماضي گذريل وقت ڏيکاري ٿو، جيئن: ”ڇوڪرو گهر ويو.“
توهين زمان ماضيءَ جا ڪي ٻه ٻه مثال ٻڌايو:

سَبق ٻارهون

# بــهــار آيــو

ســيــارو ويــو بهار آيــو،
گــلــن آ باغ مهڪايــو.

ٽِڙي ٽانگر ۽ چنبيلــي،
ڪِڏي مُنهن مُگري مرڪايو.

رَتــن جي جوت ۽ زينت،
ستارن کي بہ شرمايــو.

بهاريءَ ويس ساوڪ جــو،
وڻن تي واهہ پهرايــو.

لُڏي لامن تي ٿي بلبل،
گلن کي ساهہ سان لايــو.

نچي ٿو مور باغن ۾،
چمن چيهن آ ڇهڪايو.

لنون لاتيون پکي گڏجي،
بهار آيو بسنت آيو.

- اويس شڪارپوري

# مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- هن نظم ۾ ڪهڙن گلن جا نالا آيل آهن؟
2- هن نظم ۾ ڪهڙن پکين جا نالا آيل آهن؟

**(ب) پکين جي آواز کي لات چئبو آهي، هيٺين جي آواز کي ڇا چئبو آهي:**

گھوڙو – گڏھ – شينهن – ڪُتو – ٻِلي – ٻڪري – ڳئون

**(ج) ٻارو! بهار کان سواءِ ٻيون ڪهڙيون مُندون آهن، تن جا نالا ٻڌايو:**

**(د) هيٺ ڏنل شعر مڪمل ڪريو:**

○ لڏي ________ تي تي بُلبل،
گلن کي ________ سان لايو.

○ لَنون لاتيون________گڏجي،
بهار آيو ________ آيو.

سَبق تيرهون

# گُلاب جو گُل

اوهان باغيچن ۾، ڪيترن ئي قسمن جا گُل ڏٺا هوندا پر سڀني گُلن ۾ گُلاب جو گل سهڻو ٿيندو آهي. هن ۾ سُڳنڌ به گهڻي ٿيندي آهي. ان کي سنگهڻ سان فرحت پيئي ايندي آهي. هِن گُل جو ٻوٽو بهار جي مُند ۾ گُل جهليندو آهي. گلاب جا ڪيترائي قسم آهن.

گلاب جي ٻوٽن جو ٻج ٿئي ئي ڪونه. جنوري مهيني ۾، گلاب جي ٻوٽن جون ٽاريون ڪپي، قلم يا ڏنڊڻ ٺاهبا آهن. جنهن زمين جي ٽڪري ۾ اهي قلم هڻڻا هوندا آهن، تنهن کي گُڏ ڪري، يا جيڪڏهن زمين سخت هوندي ته هَر ڏيئي، ان ۾ پاڻ وِجهندا آهن، ته جيئن قلم ڦُٽي سگهن. مهيني کن کان پوءِ اُهي چڪيون اُتان ڪڍي، جتي لڳائڻيون هونديون آهن، اُتي وجي هڻندا آهن.

گلاب جي گلن مان گلقند ٺهندو آهي ۽ گلن مان عرق به ڪڍندا آهن، جنهن کي گلاب جو پاڻي چوندا آهن. گلابي عطر به گلاب جي گل مان ٺهندو آهي. تنهن کان سواءِ گلن مان هار به ٺاهيندا آهن. ماڻهو شادي يا ٻين خوشين جي موقعن تي هڪ ٻئي کي اهي هار وِجهندا آهن.

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- سيني گلن ۾ ڪهڙو گل سهڻو آهي؟
2- قلم يا ڏانڊڻ جا ڪي چئبو آهي؟
3- گلاب جا قلم ڪهڙيءَ مُند ۾ لڳائبا آهن؟
4- چڪي ڇاڪي چئبو آهي؟
5- گلاب جي گلن مان ڇا ڇا ٺهندو آهي؟

(ب) هيٺين جملن مان ضمير چونڊيو:

1- مان اسڪول وڃان ٿو.
2- اسين سبق پڙهون ٿا.
3- مون توکي باغ ۾ ڏٺو هو.
4- اسان بازار مان گُلاب جا گل ورتا.

(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا هم معنيٰ لفظ لکو:

(لفظ: راحت – قلم – موسم)

مند ________، ڏانڊڻ ________، فرحت ________

( د ) ڪن بہ پنجن گلن جا نالا ٻڌايو:

( ھ ) ٻارو! باغيچن ۾ اوهان ڪڏهن ويا آهيو؟

اوهان اُتي ڇا ڇا ڏٺو، انهيءَ بابت ٻڌايو.

سَبق چوڏهون

# آمريءَ جو دڙو

آمريءَ جو ڳوٺ، مانجهند تعلقي، ضلعي ڄام شوري ۾ آهي. هي ڳوٺ آمري ريلوي اسٽيشن کان اڌ ڪلوميٽر ڪن اوڀر طرف آهي. ڪنهن زماني ۾ اهو ڳوٺ سنڌ جو مشهور ۽ عاليشان شهر هوندو هو. هن ۾ باغ، بنگلا ۽ محل ماڙيون هونديون هيون. اڄ اهو شهر، هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۽ دڙي جي صورت ۾ آهي. هي وسندڙ شهر، ڪڏهن برباد ٿيو، تنهن جو پورو پتو ڪونهي، پر هن دڙي جي کوٽائي ڪندي، جيڪي شيون هٿ آيون آهن، تنهن ڪي ڏسي، ماهرن اندازو لڳايو آهي، تہ هي شهر اٽڪل پنج ڇهہ هزار سال اڳ آباد هو.

هن دڙي جي آس پاس ڪيترائي ننڍڙا دڙا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جن مان اولهہ طرف واري دڙي مان چقمق جا گهڙيل ۽ ٺُڪيل پٿر بہ هٿ آيا آهن. انهن مان اهو اندازو لڳايو ويو آهي تہ هي دڙو، موهن جي دڙي کان بہ جهونو آهي.

هتي دڙي جي کوٽائي ڪندي، بہ تهہ نظر آيا آهن. هڪ تهہ چار فوٽ اونهو ۽ ٻيو تهہ ڇهہ ست فوٽ اونهو هو. مٿئين دڙي مان اٽڪل هڪ سؤ نڪر جا ٽانوَ هٿ آيا، جن جو رنگ

ڳاڙهو آهي. ڪن ٺڪر جي ٿانوَن تي گلڪاري پڻ آهي ۽ ڪن تي جابلو ٻڪَر جون تصويرون اُڪريل آهن. انهن ٿانوَن ڪان سواءِ ٻيون بہ ڪيتريون ئي شيون لڌيون آهن، جن ۾ مٽيءَ مان ٺهيل رانديڪن واريون گاڏيون، ڍڳن جون مورتيون ۽ مُهرون شامل آهن.

جيڪڏهن سڄي دڙي جي کوٽائي ٿئي تہ اجا بہ وڏيڪ جهونيون شيون هٿ اچي سگهن ٿيون، جن مان گهڻو ڪجهہ معلوم ٿي سگهي ٿو.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- آمريءَ جو دڙو ڪٿي آهي؟
2- اڳ آمريءَ جو شهر ڪيئن هو؟
3- هن دڙي جي کوٽائيءَ مان ڪهڙو سامان هٿ آيو آهي؟
4- ٺڪرن جي ٿانوَن تي ڪهڙي تصوير اُڪريل آهي؟

**(ب) هيٺين جي معنيٰ ڏيو:**

| دڙو | وسندڙ | ماهر | جهونو | جابلو |
|---|---|---|---|---|

**(ج) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

اوير – برباد – اڳ – مٽئين – هٽ.

**(د) زمان مستقبل ايندڙ وقت تو ڏيکاري: جيئن: ”آءٌ ڪتاب پڙهندس.“**
**توهين زمان مستقبل جا ڪي بہ ٻہ جملا لکي ڏيکاريو:**

# پاڪستان جي تحريڪ ۾ سنڌ جو حصو

انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ، گڏيل هندستان جي ماڻهن ڪوششون ورتيون، انهن ڪوششن ۾ سنڌ جي ماڻهن بہ تمام اهم ڪردار ادا ڪيو. اڳتي هلي جڏهن هندن، مسلمانن جي مفاد جي مخالفت ڪئي ۽ مسلمانن الڳ وطن جي گهُر ڪئي، تڏهن پاڪستان تحريڪ جي جدوجهد ۾ سنڌ جي مسلمانن بہ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو.

مسلمانن جي حقن جي حفاظت لاءِ 1906ع ۾ هڪ وفد شملي ۾ هند جي وائسراءِ سان مليو. ان وفد جو اڳواڻ هزهائينس مرحوم آغا خان ٽيون هو. ان ملاقات کان پوءِ ساڳئي سال ڍاڪا ۾ مسلم ليگ جو بنياد رکيو ويو. مسلم ليگ جو پهريون اجلاس 29 ۽ 30- ڊسمبر 1907ع تي ڪراچيءَ ۾ ٿيو.

سنڌ ۾ مسلم ليگ جي پهرين شاخ، رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي مرحوم جي ڪوشش سان 1917ع ۾ قائم ٿي. ڀرڳڙي مرحوم جي ڪوششن جو قدر ڪندي ڪيس آل انڊيا مسلم ليگ جو صدر چونڊيو ويو. هن صاحب مسلم ليگ جي پندرهين اجلاس جي صدارت ڪئي، جيڪو 31- مارچ ۽ 1- اپريل 1923ع تي لکنؤ ۾ ٿيو.

انگريزن سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان ٿوروئي پوءِ، سنڌ کي ممبئي (بمبئي) علائقي سان ملائي ڇڏيو؛ جنهن ڪري سنڌ جي مسلمانن کي تمام گهڻو نقصان پهتو. 1925ع ۾ عليڳڙهہ ۾ مسلم ليگ جو اجلاس ٿي. ان ۾ سنڌ کي ممبئي کان ڌار ڪري الڳ صوبو بڻائڻ جو ٺهراءُ پاس ڪيو ويو. سنڌ جي هندن انهيءَ ٺهراءَ جي سخت مخالفت ڪئي. 1930ع ۾ لنڊن ۾ پهرين گول ميز ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي وفد، سنڌ کي الڳ صوبي بڻائڻ جي گهُر ڪئي. قائدِاعظم محمد علي جناح، ان ڪانفرنس ۾ سنڌ جي وفد جي انهيءَ گهُر جي حمايت ۾ تقرير ڪئي. آخر مسلمانن جون ڪوششون ڪامياب ٿيون ۽ 1936ع ۾ سنڌ ممبئيءَ کان الڳ ٿي. ان صورتحال جي ڪري پاڪستان جي تحريڪ کي سنڌ ۾ وڏي هَٿي ملي. مسلمانن

کي معلوم ٿي ويو، ته هندو ڪڏهن به سندن خيرخواهه ٿي نه سگهندا. انهيءَ ڪري هنن الڳ وطن جي گهُر ڪئي.

11 ۽ 12- آڪٽوبر 1938ع تي، ڪراچيءَ ۾ قائدِاعظم محمد علي جناحؒ جي صدارت هيٺ، مسلم ليگ جو هڪ وڏو اجلاس ٿيو. ان ڪانفرنس ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ هڪ ٺهراءُ پيش ڪيو، جنهن ۾ گهُر ڪئي ويئي، ته مسلم اڪثريت وارن صوبن ۾ مسلمانن جي حڪومت ٺاهي وڃي.

1943ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ پاڪستان قائم ڪرڻ جو ٺهراءُ پاس ڪيو. ٻئي ڪنهن به صوبي جي اسيمبليءَ اجا اهڙو ٺهراءُ پاس نه ڪيو هو. آزاديءَ کان اڳ سنڌ ۾ مسلم ليگ وزارت پنجن سالن کان قائم هئي. ڊسمبر 1946ع ۾ هندستان ۾، صوبائي اسيمبلين جون چونڊيون ٿيون. سنڌ ۾ مسلم ليگ 99 سيڪڙو ڪاميابي حاصل ڪئي.

آخر 14- آگسٽ 1947ع تي پاڪستان هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت سان وجود ۾ آيو: ڪراچيءَ کي پاڪستان جو پهريون گاديءَ جو هنڌ بڻايو ويو. سنڌ جي مسلمانن، هندستان مان هجرت ڪري آيل مسلمان ڀائرن کي آباد ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪئي.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- شملي وفد جو اڳواڻ ڪير هو؟
2- سنڌ ۾ مسلم ليگ جي پهرين شاخ ڪنهن قائم ڪئي؟
3- سنڌ جي مسلمانن سنڌ کي ممبئيءَ کان ڌار ڪرڻ لاءِ ڇا ڪيو؟

**(ب) هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| گهُر | ٺهراءُ | چونڊيون | گادي | هَٿِي |
|---|---|---|---|---|

(ج) هيٺ ڏنل لفظن آڏو، اُن جا هم معنيٰ لفظ لکو:

تحريڪ ____________ ، حصو ____________ ، اهم ____________،

نقصان ____________ ، ٺهراءُ ____________

لفظ: ڇيهو – هلچل – مکيہ – ڏار – قرارداد – ڀاڱو.

(د) اعرابون ڏئي نوان لفظ ٺاهيو:

رت – ڪڏ – گهر – ڪلڻ.

(هہ) سنڌ جي ڪن بہ پنجن شهرن جا نالا لکو:

سَبق سورهون

# حب الوطني

خاڪِ وطن تان قربان، هيءَ جان نثار آهي،
يادِ وطن ئي دل جي، تي غمگسار آهي.

صبح وطن تہ چڱ پر، شامِ وطن چوان چا،
ابرِ بهار آهي، صبح بهار آهي.

حُبِ وطن تہ منهنجي، دل ۾ تي موجزن آ،
ذڪرِ وطن زبان تي، ليل و نهار آهي.

زرخيز مُلڪ منهنجو، زردار مُلڪ منهنجو،
مفلس غريب جي لئہ آڌار يار آهي.

ڄائس مان جنهن وطن ۾، نپنس مان جنهن وطن ۾،
اُن جي ئي دل ۾ اُلفت، نت پائدار آهي.

شانِ وطن ۾ جيڪي، "احسن" زبان مان نڪتو،
حُبِ وطن جو بهتر، سو يادگار آهي.

- حافظ محمد "احسن" چنا

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- شاعر وطن جي خاڪ تان ڪهڙي شيءِ قربان ٿو ڪري؟
2- شاعر وطن جي "صبح" ۽ "شام" کي ڇا ٿو سڏي؟
3- حب الوطنيءَ بابت اوهان ڪو ٻيو شعر پڙهيو هجي ته ٻڌايو؟

(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ ٻڌايو:

| حُب | موجزن | ابر | زردار | آذار |
|---|---|---|---|---|

(ج) نظم ۾ جيڪي هم آواز لفظ آهن، جيئن: "جان نثار" "غمگسار" اُهي ترتيب سان لکو:

(د) درست صورتخطيءَ وارن لفظن تي ( ✓ ) جو نشان ڪريو:
1- خاق/خاڪ
2- موج زن/موجذن/موجزن/موجظن.
3- زرخيظ/ظرخيز/ذرخيز/زرخيز.

## سَبق سترهون

# ڳوٺ جو سير

اسان کي گرمين جون موڪلون هيون. هن ڀيري اسان اهي موڪلون پنهنجي ڳوٺ ملهائڻ تي گهريون. ٻئي ڏينهن اسين ڳوٺ روانا ٿي وياسين.

امان، ڊاڪٽرياڻي هئي. هن دوائون ۽ ميڊيڪل باڪس پاڻ سان کنيو. ادي عائشہ سٺي چترڪار هئي. هن تصوير ناهڻ جو سامان پاڻ سان کنيو. ادا وڏي کي وري لکڻ پڙهڻ جو شوق هو. هن پاڻ سان پين، پنا، ڪئميرا ۽ ٽيپ رڪارڊر کنيو. اسان جي ڪار وڏي رستي تان مُڙي، هڪ واهَہ جو ڪپ ورتو. جنهن ۾ ٻار وهنجي رهيا هئا. ڪٿي وري مينهون پاڻيءَ ۾ وينيون هيون. واهَہ جي ڪپ سان ٽالهيءَ جا وڻ ڇانوَ ڪريو بيٺا هئا. اسين انهن نظارن مان لطف وٺندا ڳوٺ پهچي وياسين.

ڳوناڻن کي جڏهن اسان جي اچڻ جي خبر پئي، تڏهن سڀ اسان کي ڪيڪارڻ آيا. امان ۽ ادي عائشہ کي زالون گهر ڪيڪارڻ ويون. مرد ماڻهو اسان کي اوطاق ۾ ڪيڪارڻ آيا. سڀني اسان کي مانيءَ جون دعوتون پئي ڏنيون.

اسان جو ڳوٺ درياءَ جي ڪناري تي آباد هو. هڪڙي ڏينهن اسان ٻيڙين تي چڙهي درياءَ جو سير بہ ڪيو. اتي اسان پَلن جو شڪار بہ ڏٺو. پَلو تہ هونئن بہ لذيذ ٿيندو آهي؛ پر ٻيڙيءَ ۾ تازي پَلي کائڻ جي ڳالهہ ئي ٻي آهي.

امان، ڳوٺ ۾ بيمارين جي پرگهور لهڻ ۾ مصروف ٿي وئي. ادي عائشہ تصوير ناهڻ ۾ مشغول ٿي وئي. ادا وڏي ڳوٺ جي گهٽين، گهرن، ماڻهن ۽ منظرن جا فوٽو پئي ڪڍيا. هن ٽيپ رڪارڊر تي هارين، هنرمندن، فنڪارن ۽ سگهڙن جا انٽرويو پئي رڪارڊ ڪيا.

شام جو ڳوٺ جي ميدان تي نوجوان رانديون ڪيڏندا هئا. هو ونجهہ وٽي، ڪوڏي ڪوڏي ۽ ٻيلهاڙي ۾ زور آزمائي ڪندا هئا. ڏينهن جو اسڪولي ٻار ڪرڪيٽ ڪيڏندا هئا.

اسين ٻار وري گهر ۾ رانديون کيڏندا هئاسين. ڪڏهن ”ليٽ ڪبوتر“، ته ڪڏهن ”لِڪَ لِڪوتي“، ڪڏهن ”ڦر ڦر سؤنٽو- دبلي تي چٽڪي“، ته ڪڏهن ”ڏاڪ چُماٽي“.

رات جو روز اوطاقَ تي ڪچهري ٿيندي هئي. ڪچهريءَ ۾ ڪڏهن ڳجهارتن جي ڏي وٺ ٿيندي هئي، ته ڪڏهن ڳائڻ وڄائڻ ٿيندو هو. فيصلا به اوطاق ۾ ٿيندا هئا.

موڪلن وارو عرصو کِلندي، گهمندي ۽ رانديون کيڏندي گذري ويو. ادي عائشه ڪوڙ تصويرون ناهي ورتيون. هن چيو پئي ته هوءَ انهن تصويرن جو شهر ۾ نمائُ ڪندي. ادا وڏي وري ڳوٺ جي ماحول تي ڪتاب لکڻ تي گهريو.

اسين جڏهن ڳوٺ مان روانا ٿياسين، ته سڀ ڳوٺاڻا اسان ڪان موڪلائڻ آيا. ڳوٺاڻن اسان کي ڪيتريون ئي سوکڙيون پڻ ڏنيون.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- اسان کي ڇا جون موڪلون هيون؟
2- اسان اهي موڪلون ڪٿي ملهائڻ تي گهريون؟
3- اسان جو ڳوٺ ڇا جي ڪناري تي آباد هو؟
4- امان، ڳوٺ ۾ ڪنهن جي پرگهور لهڻ ۾ مصروف ٿي وئي؟

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| ڪپ | لطف | لذيذ | مصروف | ڪوڙ | نمائُ | سوکڙيون |
|---|---|---|---|---|---|---|

**(ج) هيٺيان خال ڀريو:**

1- اسان جي ڪار وڏي رستي تان مڙي، هڪ ———— جو ڪپ ورتو.
2- مرد ماڻهو اسان کي اوطاق ۾ ———— آيا.
3- اتي اسان ———— جو شڪار به ڏٺو.
4- رات جو روز ———— تي ڪچهري ٿيندي آهي.

**(د) هن سبق ۾ جيڪي رانديون ڄاڻايل آهن، تن جا نالا لکو:**

سَبق ارڙهون

# مَلهَ

پاڪستان جي سڀني صوبن ۾ ڪيترين ئي راندين ڪيڏيون ويندڙيون آهن، جن مان مَلهَ سنڌ جي ماڻهن جي قديم ۽ مُکيہ راند آهي.

مَلهَ جي مقابلي کي ملاکڙو چئبو آهي. مَلاکِڙي ۾ پهلوان مَلهَ ٽوليون ٽوليون ناهي، پُٺا اُگهاڙا ڪري، پِڙ تي اچي ويهندا آهن. مَلاکِڙي جي هڪ ڪُنڊ ۾ مگٽهارَ ڏُهلن ۽

شرنائن تي مَلاڪِڙي جون خاص ڏُنون وَڃائي مَلهَن ۾ جوش ۽ جذبو پيدا ڪندا آهن. مَلهَ پنهنجي جوڙ سان سَندرو ٻڌي مَلهه وڙهندا آهن. جنهن ٽوليءَ جو مَلهُ ڏسجي پوندو، انهي ٽوليءَ مان هڪ مَلهُ، سرسي ڪندڙ پهلوان ڪان پَلاند ونڻ لاءِ ميدان ۾ ايندو. اهڙيءَ طرح سان مَلاڪِڙي ۾ هڪ ئي مَلهُ ٻن يا ٽن مَلهَن سان مَلهَ وڙهي سگهي ٿو.

مَلاڪِڙي جي پڙ جي چوڌاري، مَلهَ ڏسڻ جا شوقين مَلهَن کي داد ڏيڻ لاءِ اچي گڏ ٿيندا آهن، جن مان ڪيترا قدردان مَلهَ ماريندڙ پهلوان کي انعام ڏيندا آهن.

مَلهَ لاءِ زور ۽ اَنگُ، ٻنهي جي ضرورت هوندي آهي. انهن ٻنهي ڳالهين مان جيڪڏهن ڪنهن مَلهَ ۾ رُڳو طاقت هوندي يا انگُ جو هُنر هُوندو، ته اُهو مَلهُ ايترو ڪامياب نه ٿيندو. جي هو طاقتور هوندو مَلهَ جي اَنگُ ۽ پيچ ۾ به ماهر هوندو، ته وڌيڪ ڪامياب ثابت ٿيندو.

مَلهَ سنڌ جي هڪ عوامي راند آهي. حڪومت به مَلهَ کي اهميت ڏيئي رهي آهي. مَلهَ جسماني قوت ۽ تندرستيءَ کي سڌارڻ ۽ قائم رکڻ جو هڪ وڏو ذريعو آهي. وڏن قومي ۽ مذهبي ڏينهن تي، جتي ٻين جسماني ڪرتبن ۽ راندين جا مقابلا ڪرايا وڃن ٿا، اتي مَلهَ جو مقابلو به ضرور شامل هوندو آهي.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- سنڌ جي عوامي راند ڪهڙي آهي؟

2- ملاڪڙو ڇاکي چئبو آهي؟

3- قدردان ملهه ماريندڙ پهلوان کي ڇا ڏيندا آهن؟

4- هڪ ڪامياب ملهه لاءِ ڪهڙين ڳالهين جي ضرورت آهي؟

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو:**

| پڙ | پلاند | داد | انگ |
|---|---|---|---|

(ج) سنڌ جي ٻين مڪاني راندين جا نالا لکو:

(د) هيٺيان جملا صحيح ڪري لکو:

1- هيءَ اخبار سنو آهي.

2- حيدرآباد جو شاهي بازار وڏو آهي.

3- مون ڪلهه ڪتابون خريد ڪيون.

4- مون کي اطلاع ملي.

# بکر جو قلعو

اُتر سنڌ ۾، سکر ۽ روهڙيءَ جي وچ تي، سنڌو نديءَ ۾ بکر نالي هڪ ٻيٽ آهي. آڳاٽي وقت ۾، هن ٻيٽ تي قلعي اندر هڪ وڏو شهر آڏيل هوندو هو.

هن شهر کي قدرتي بچاءُ هو. هڪ ته ٻيٽ هئڻ ڪري، چوڌاري پاڻي هئس ۽ ٻيو وري شهر جي چوڌاري پڪين سِرن جو مضبوط قلعو هو. انهيءَ ڪري ڪوبه ڌاريو حاڪم، سولائيءَ سان بکر جي قلعي تي ڪاهه ڪري نه سگهندو هو.

هي شهر، سنڌ جي ڪيترن ئي اڳوڻن حاڪمن جي گاديءَ جو هنڌ رهيو آهي. ان ۾ حڪومت جا ماڻهو، وڏا عالم ۽ واپاري رهندا هئا. انهيءَ ڪري هن شهر کي وڏي اهميت حاصل هئي.

سنڌ تي هر زماني ۾ ڪيترن ئي طرفن کان، ڪاهون ٿينديون رهيون آهن، جن مان ڪي ڪاهون، بکر جي قلعي کي فتح ڪرڻ لاءِ پڻ ٿيون. انهن لڙاين جي ڪري، قلعي کي وڏو نقصان پهچندو رهيو. لڙائيءَ ۾، ڪڏهن قلعي جو هڪڙو پاسو ڪِريو ته ڪڏهن ٻيو پاسو. ائين قلعو ويو آهستي آهستي تباهه ٿيندو. جايون به ويون ڍير ٿينديون. امن به ڪونه رهيو. انهيءَ ڪري شهر مان لڏپلاڻ شروع ٿي، ڪي ماڻهو لڏي وڃي روهڙيءَ ۾ ويٺا ته ڪن وڃي سکر وسايو ۽ ڪي وري سنڌ جي ٻين شهرن ڏانهن لڏي ويا.

بکر، جو ڪنهن سمي سنڌ جو مشهور ۽ وسندڙ شهر هو، اهو قِلعو ٽُٽل صورت ۾ اڄ به موجود آهي.

## مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- بکر جو ٻيٽ ڪٿي آهي؟
2- بکر جي شهر کي ڪهڙو بچاءُ هو؟
3- بکر جي قلعي ۾ ڪير رهندا هئا؟
4- ڌارين جي ڪاهن بکر جو ڪهڙو حال ڪيو؟

**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ ڏيو:**

| قلعو | ٻيٽ | فتح | لڏپلاڻ | برباد | سمي | عالم | ذڪر |
|---|---|---|---|---|---|---|---|

**(ج) هيٺين لفظن جا ضد ڏيو:**

| | |
|---|---|
| اُتر | |
| اڳوڻو | |
| نقصان | |
| ڪالهه | |
| آباد | |
| ٿوريون | |

## سَبق ويھون

# دستڪاري

دستڪاريءَ جي معنيٰ آهي: هٿ جو ڪم يا هُنر. انهيءَ هنر ۾ سنڌ جا ماڻهو اهڙا تہ ماهر آهن، جو مشينون بہ سندن مقابلو نہ ٿيون ڪري سگهن. سندن هٿ جي هُنر جو نہ رڳو ملڪ ۾ قدر آهي، بلڪ ٻاهرين ملڪن ۾ ان جو وڏو مانُ آهي.

سنڌ جي عورتن جي هنر جي نزاڪت ۽ نفاست تہ ڏسڻ وٽان آهي. هو اهو هنر پنهنجي وڏڙين کان سکنديون آهن. اهي ڪڍهن بہ واڻديون ڪونہ ويھنديون آهن. گهر جو

ڪم ڪار لاهي وينيون، تہ پاڻ ۾ ڪچهري بہ ڪنديون آهن، تہ گڏوگڏ هٿ بہ پيو هلندو اٿن. ڪڏهن ڪو پرت پيون پريديون آهن، تہ ڪڏهن ڪا رلي پيون ناهيديون آهن.

سنڌ جون عورتون ڏاڍيون سُگهڙ آهن. هو پراڻن ڪپڙن کي اُجلائي ڪونہ ڇڏينديون آهن؛ بلڪ انهن کي بہ ڪم ۾ آڻينديون آهن. هو انهن ڪپڙن کي رنگ ڏئي رليءَ ۾ ڪتب آڻينديون آهن. اچو تہ رليءَ جي هنر بابت توهان کي ڪجھ ٻڌايون:

**رلي** : رلي ٻن قسمن جي ٿيندي آهي. هڪ ٽڪرن واري، ٻي ٽُڪ واري.

**ٽُڪرن واري رلي** : ان ۾ پراڻا يا نوان ڪپڙا رنگي ڪم آڻبا آهن. رنگ ڏنل ڪپڙن مان هڪ ماپ جا ٽڪرا ڪٽي، پاڻ ۾ ڳنڍي هڪ وڏي چادر ناهي ويندي آهي. ان چادر کي ”پُڙ“ چئبو آهي. ان پُڙ کي چادر طور بہ وڇائبو آهي؛ پر جيڪڏهن رلي ناهڻي هوندي، تہ ان چادر جيڏو، ٻيو ٽڪرو هيٺان رکبو آهي، جنهن کي ”تَر“ چئبو آهي. تَر گهڻو ڪري لسو هوندو آهي. پوءِ پڙ ۽ تر جي وچ ۾ اڳڙيون يا ڪپھ رکي، انهن ٻنهي کي ڳنڍيو آهي. ائين رلي تيار ٿي ويندي آهي.

**ٽُڪ واري رلي** : رنگ جي ڪپڙي تي، ٻئي رنگ جو ٽڪرو اوٽين سان جوڙبو آهي؛ جنهن تي تمام سهڻي ۽ سنهي ٽُڪ ٽيل هوندي آهي. مختلف رنگن جا گل، مختلف رنگن جي ڪپڙي سان جڏهن جوڙبا آهن، تڏهن انهن جو حسن ڏسڻ وٽان هوندو آهي. اهي گل پاڻ ۾ جوڙي هڪ چادر ناهي ويندي آهي، جنهن کي ”پُڙ“ چئبو آهي. اهو پُڙ چادر طور بہ وڇايو ويندو آهي. جيڪڏهن رلي ناهڻي هوندي، تہ ان هيٺان ايڏوئي ڪپڙي جو ٽڪر رکبو آهي. ان کي ”تَر“ چئبو آهي. پوءِ ”پُڙ“ ۽ ”تَر“ جي وچ ۾ اڳڙيون يا ڪپھ وجهي انهن ٻنهي کي ڳنڍيو آهي، تہ رلي ٺهي ويندي آهي.

گهڻيون سُگهڙ عورتون وري رليءَ ۾ ٽِڪون بہ ٽاڪينديون آهن. ائين رليءَ جي سونهن اڃا بہ وڌي ويندي آهي، اها غاليچي جو ڏيک ڏيندي آهي.

رلي کٽ يا پلنگ تي بہ وڇائبي آهي، تہ مٿان بہ ڍڪبي آهي. گهر ۾ مهمان ايندو، تہ ان کي سيني ڪان سُٺي رلي وڇائي ڏيندا آهن.

رلي، سوکڙيءَ طور بہ ڏني ويندي آهي. هاڻي هن جديد زماني ۾ رليءَ جي ڊزائين ۾ بہ جدت ايندي ٿي وڃي. انهن نت نين ڊزائين ۾ پکي، منظر، عبارتون وغيره اڇي ٿيون وڃن.

سنڌ جون سُگهڙ عورتون رلي ناهي، نہ رڳو پنهنجو وقت سجايو ڪن ٿيون ۽ پنهنجي ثقافت کي جيارين ٿيون، بلڪ ان هنر مان هو چڱو پئسو پڻ ڪمائين ٿيون.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- دستڪاريءَ جي معنيٰ ڇا آهي؟

2- رليءَ جا گهڻا قسم آهن؟

3-ٽڪر ڳنڊي جيڪا چادر ناهبي آهي، ان کي ڇا ٿو چئجي؟

4- سگهڙ عورتون رليءَ ۾ ڇا ٽاڪينديون آهن؟

(ب) هيٺين جا ضد ٻڌايو:

| وڏڙين | پراڻن | جوڙبو | اجايو | جديد |
|---|---|---|---|---|

(ج) هيٺ ڏنل لفظن مان صحيح لفظ چونڊي خال ڀريو:

(غاليچي – چادر – هٿ جو ڪم – سگهڙ).

1- دستڪاريءَ جي معنيٰ آهي ———— .

2- سنڌ جون عورتون ڏاڍيون ———— آهن.

3- ان پُڙ کي ———— طور بہ وڇائبو آهي.

4- اها ———— جو ڏيک ڏيندي آهي.

سَبق ايڪيهون

# پورهئي جي اهميت

محنت ڪر تون محنت پار،
محنت مڙسن جو سينگار.

محنت سان ٿئي عزت حاصل،
مال متاع ۽ دولت حاصل،
عظمت حاصل، راحت حاصل،
محنت سان ٿين بيڙا پار،
محنت ڪر تون محنت پار.

ننڊ نياڳ، نحوست آهي،
جاڳ ته ڀاڳ ۽ راحت آهي،
حرڪت ۾ ئي برڪت آهي،
پل نه وڃائج تون بيڪار،
محنت ڪر تون محنت پار.

جڏ تون غفلت ۾ گينواري،
وينئي جن آ عمر گذاري،
تن جي حياتي آهي خواري،
راتيان ڏينهان ڪر ڪم ڪار،
محنت ڪر تون محنت پار.

- نواز علي شوق

# مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- محنت سان ڇا ٿو حاصل ٿئي؟
2- مڙسن جو سينگار ڇا آهي؟

**(ب) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

| | |
|---|---|
| ننڊ | |
| ياڳ | |
| بيڪار | |
| حياتي | |

**(ج) نظم ۾ ”پار“، ”ڪار“ هم آواز لفظ آهن، توهان اهڙا ڪي ٻه ٻه هم آواز ٻڌايو؟**

**(د) هيٺين مان درست صورتخطيءَ وارن لفظن تي ( ✓ ) جو نشان ڪريو:**

1- غلفت/فلغت/غفلت.
2- سنيگار/سينگار/سيگار.
3- راتيان/راتان/راتا.
4- ڏيها/ڏيهان/ڏينهان.

# عمر ڪوٽ

عمر ڪوٽ، سنڌ جو هڪ قديم شهر آهي، ۽ هينئر عمر ڪوٽ ضلعي جو مرڪز آهي. هي شهر ڪيترن ئي حاڪمن جي گاديءَ جو هنڌ ٿي رهيو آهي. عمر ڪوٽ، ڇوڙ ريلوي اسٽيشن ڪان اٽڪل ارڙهن ڪلوميٽر پري آهي. ميرپورخاص ڪان، لاريءَ يا موٽر رستي اٽڪل ستر ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي.

عمر ڪوٽ جو پُراڻو قلعو، جنهن ۾ اڪبر اعظم 1542ع ۾ ڄائو هو، سو موجوده شهر ڪان، سَڏ پَنڌ تي، اُتر طرف هو. اتي اڪبر بادشاهه جي ڄمڻ جي سلسلي ۾ يادگار ٺهيل آهي.

قلعي جي هرهڪ پاسي جي ڊيگهه 152.5 ميٽر ڪن ٿيندي. پٽ جي اوچائي 12.2 ميٽر ٿيندي. قلعي جي پِٽ ايتري تہ ويڪري آهي، جو متس هڪ وقت بہ گهوڙي سوار گڏ هلي سگهن ٿا.

قلعي جي چئني ڪُنڊن تي بُرج ٺهيل آهن ۽ مکيہ دروازي تي پٽر جا بہ بُرج ٺهيل اٿس. وچ ۾ هڪ وڏو بُرج ٺهيل آهي، جنهن تي توبون رکيل آهن. پاڪستان جي آزاديءَ واري ڏينهن بُرج تي، پاڪستان جو قومي جهنڊو چاڙهيو ويندو آهي. قلعي جا چار وڏا دروازا آهن. اندر هڪ باغيچو بہ آهي، قلعي اندر سرڪاري جايون ۽ عجائب گهر آهي.

هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ پرائمري ۽ هاءِ اسڪول آهن. هتي ڇوڪرن لاءِ گورنمينٽ ڪاليج پڻ آهي. ان ڪانسواءِ مختيارڪار جي آفيس، ميونسپل آفيس، اسپتال، سرڪٽ هائوس، ٽاٽو ۽ مسافر خانو پڻ آهي.

عمر ڪوٽ جو شهر، ٿر علائقي جو واپاري مرڪز آهي. آزاديءَ کان پوءِ هن شهر چڱي ترقي ڪئي آهي.

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- عمر ڪوٽ جو شهر ڪٿي آهي؟
2- هي شهر ميرپورخاص کان ڪيتري پنڌ تي آهي؟
3- اڪبر بادشاهه ڪٿي ڄائو هو؟
4- قلعي جي پٽ ڪيتري ويڪري آهي؟
5- هن قلعي ۾ ڪهڙي شيءِ ڏسڻ وٽان آهي؟

(ب) صحيح صورتخطيءَ وارن لفظن تي ( ✓ ) جو نشان ڏيو:

ڪديم/قديم

ڪلومٽر/قلوميٽر/ڪلوميٽر

مفاسلي/مفاصلي/مفاٿلي

اجائب گهر/عجائب گهر/عجائب گهر.

## سَبق ٽيويهون

# ڪُنڀار

اسين گھرن ۾ توڙي ٻاهر پيئڻ جي پاڻي ڀري رکڻ لاءِ ٺِڪر جا ٿانوَ ڪم آڻيندا آهيون. اهي ٿانوَ ڪنڀار ٺاهيندو آهي.

ڪنڀار، ڀريائين چيڪي مٽي آڻي، ڍير ڪندو آهي. پوءِ انهيءَ مٽيءَ کي ڪُٽي سَٽي، سنهون ڪري، هڪ ڇَلهو ٺاهيندو آهي. ڇَلهي ۾ پاڻي وجهي ڇڏيندو آهي، ته جيئن مٽي چڱيءَ طرح پُسي وڃي. ان پُسايل مٽيءَ کي، اُٿلائي پُٿلائي ملائيندو آهي. جڏهن ڏسندو آهي ته مٽي چڱيءَ طرح ملي ويئي آهي، تڏهن ان مان چاڙا ٺاهي رکندو آهي. هڪ هڪ چاڙي کي چَڪَ تي چاڙهي، چڪ کي گهمائي، قسمين قسمين ٿانوَ ٺاهيندو آهي.

چڪ تان لاهڻ کان پوءِ، ڪَچن ٿانوَن کي ڦڪَرو ڪندو آهي. پوءِ ڪاٺ جي ٺپڻيءَ سان، انهن کي هوريان هوريان ٺپي ٺاهي، ٺيڪ ڪندو آهي. ٺپيل ٿانون کي

سُڪائي، انهن تي چٽ ڪڍندو آهي، جڏهن سڀ ٿانوَ تيار ٿي ويندا آهن. تڏهن انهن ڪي آويءَ ۾ پچائيندو آهي. پَچڻ ڪان پوءِ ٿانوَ سهڻا لڳندا آهن.

نڪر جي گهَڙن، مٽن ۽ گهُگهين جو پاڻي اونهاري ۾ جهولن لڳڻ تي، ڏاڍو ٺرندو آهي. اسين پنهنجي گهرن ۾ گهڻو ڪري نڪر جا ٿانوَ استعمال ڪندا آهيون.

## مشق

### (الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- اوهان نڪر جا ڪهڙا ٿانوَ ڏٺا آهن؟
2- نڪر جا ٿانوَ ڪير ٺاهيندو آهي؟
3- آوي جا ڪي ٿو چئجي؟
4- ڪنيارن ڪانسواءِ ٻيا ڪهڙا ڪاريگر آهن؟

### (ب) هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو:

| چلهو | چاڙو | سهڻا | ٿانوَ | جهولو | ڦڪرو |
|---|---|---|---|---|---|

### (ج) هيٺيان خال ڀريو:

1- نڪر جا ٿانو ________ ٺاهيندو آهي.
2- ڪاٺ جو سامان ________ ٺاهيندو آهي.
3- لوهه جو ڪم ________ ڪندو آهي.
4- سونار زيور ________ ٺاهيندو آهي.
5- گهر ۽ جايون ________ ٺاهيندو آهي.

### (د) نڪر جي پنجن ٿانوَن جا نالا لکو:

سَبق چوويهون

# علم جي روشني

اسان جي زندگيءَ ۾ علم کي وڏي اهميت آهي. علم کان سواءِ نہ تہ اسين پاڻ ترقي ڪري سگهون ٿا، نہ ئي پنهنجي ملڪ کي ڪو فائدو رسائي سگهون ٿا. اسان مسلمانن لاءِ تہ علم حاصل ڪرڻ کي فرض قرار ڏنو ويو آهي. اسان جي نبي سڳوري حضرت مُحمّد صلّي الله عَلَيه وآلہٖ وَسَلَّمَ جن فرمايو آهي، تہ ”علم حاصل ڪرڻ هر مسلمان مرد توڙي عورت تي فرض آهي.“

علم روشني آهي ۽ جهالت اونداهي آهي. جهالت جي اونداهيءَ کي صرف علم جي روشنيءَ سان ئي ختم ڪري سگهجي ٿو. انهيءَ اونداهي کي ختم ڪرڻ لاءِ، جن ماڻهن علم جي روشني پکيڙي، اسين انهن جو نالو اڄ بہ عزت ۽ احترام سان وٺون ٿا. خان بهادر مير غلام محمد ٽالپر بہ اهڙن ماڻهن مان هو.

مير صاحب پنهنجي سڄي زندگي انهيءَ اعليٰ مقصد لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. خاص ڪري لاڙ واري حصي ۾ سندس تعليمي خدمتون وساري نٿيون سگهجن. سڄي سنڌ ۾ لاڙ وارو حصو، تعليمي لحاظ کان پٺتي پيل هو. هڪ تہ انگريز کان نفرت جي ڪري بہ ماڻهن ۾ انگريزي تعليم کان نفرت هئي. ٻيو تہ غريب ماڻهن وٽ اهڙا وسيلا نہ هئا، جو هو پنهنجي ٻارن کي پڙهائي سگهن. مير صاحب کي انهيءَ ڳالهہ جو ڏاڍو احساس هو. انهيءَ احساس جي نتيجي ۾ ئي پاڻ ٽنڊي باگي ۾ هڪ انگريزي اسڪول قائم ڪيائين.

مير صاحب، انهيءَ اسڪول کي هلائڻ جو ڪم محمد صديق مسافر جي حوالي ڪيو. مسافر صاحب پاڻ بہ هڪ وڏو اديب، شاعر ۽ بهترين استاد ٿي گذريو آهي. هن بہ پنهنجي زندگي، تعليم کي عام ڪرڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي. اڄ تہ انهيءَ مدرسي جي ڪهاڻي توهان کي ٻڌايون، جيڪا انهن ٻن عظيم انسانن جي همت ۽ محنت جي هڪ دلچسپ ڪهاڻي آهي.

سپ کان پهرين اسڪول لاءِ هڪ جاءِ مسواڙ تي ورتي وئي. چار پنج کاٽ جون بئنچون ٺهرايون ويون. ميزون ۽ ڪرسيون مير صاحب جي بنگلي مان اچي ويون. اسڪول جي ٻئي ضروري سامان لاءِ به مير صاحب پئسا ڏنا. شاگردن جو مسئلو اجا به باقي هو. مسافر صاحب انهيءَ مسئلي جو حل به ڳولي ڪڍيو. پاڻ پاسي واري هڪ ڳوٺ جي مڪتب مان پنج شاگرد وٺي آيو. مير صاحب شاگردن لاءِ انگريزي پهرئين درجي جا ڪتاب گهرائي ڏنا. ائين هي اسڪول پنجن شاگردن سان 1- جنوري 1920ع تي شروع ڪيو ويو.

اهي شاگرد، مسافر صاحب جي اوطاق تي رهندا هئا. سندن ماني به مسافر صاحب جي گهر تيار ٿيندي هئي. شاگردن جي رهائش، مانيءَ ۽ ڪتابن جو خرچ به مير صاحب ڀريندو هو. وقت گذرڻ سان گڏ شهر جا ڇوڪرا به اسڪول ۾ داخل ٿيڻ لڳا. ان سان گڏ ڀرارڙيءَ جي اسڪولن ۽ مڪتبن مان به شاگرد ايندا رهيا.

جڏهن شهر کان ٻري واري شاگردن جو تعداد پندرهن سورهن تائين پهتو، ته مير صاحب اسڪول جي پرسان هڪ ٻي وڏي جاءِ بورڊنگ هائوس لاءِ مسواڙ تي وٺي ڏني.

1921ع ۾ اسڪول ۾ شاگردن جو تعداد چاليهه تي ويو. انهن مان ڏهه شهر جا، باقي سڀ ٻاهر جا شاگرد هئا.

1922ع جي شروع ۾ مير صاحب اسڪول جي نئين بلڊنگ ٺهرائڻ شروع ڪئي. جنهن ۾ اڄ ڏينهن تائين اهو اسڪول گورنمينٽ هاءِ اسڪول جي نالي سان هلي رهيو آهي.

1923ع ۾ موجوده بلڊنگ ۾ پنج ڪلاس روم، هڪ هيڊ ماستر جي آفيس، ٽيچرس روم، بورڊنگ هائوس جي اُتر واري لائين، ڊائننگ روم، ٻاهرين ماسترن جي رهڻ لاءِ ڪوارٽر ۽ جامع مسجد ٺهي چڪي هئي. 1924ع ۾ مسواڙي جاين کي ڇڏي، اسڪول ۽ بورڊنگ هائوس نين عمارتن ۾ شروع ڪيو ويو.

اُهو اسڪول، جيڪو مسافر صاحب پنجاهه رپيا ماهوار پگهار تي ۽ صرف پنجن شاگردن سان شروع ڪيو هو، ان ۾ سندس چارج ڏيڻ وقت ڏيڍ سؤ شاگرد ۽ ست ماستر ڪم ڪندڙ هئا.

انهيءَ اسڪول مان اڄ تائين هزارين شاگرد تعليم حاصل ڪري چڪا آهن ۽ مختلف شعبن ۾ پنهنجي ملڪ جي خدمت ڪري رهيا آهن. خان بهادر مير غلام محمد ٽالپر ۽ محمد صديق مسافر ڪالهه علم جي جيڪا مشعل ٻاري هئي، اڄ انهيءَ جي روشني پري پري تائين پکڙجي چڪي آهي.

# مشق

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

1- اسان جي نبي سڳوري صلّي الله عَلَيه وآلهٖ وَسَلَّمَ علم حاصل ڪرڻ بابت چا فرمايو آهي؟
2- سڄي سنڌ ۾ ڪهڙو حصو تعليمي لحاظ کان پٺتي هو؟
3- مير صاحب اسڪول ڪي هلائڻ جو ڪم ڪنهن جي حوالي ڪيو؟
4- اهو اسڪول گهٽڻ شاگردن سان شروع ڪيو ويو هو؟

**(ب) مناسب لفظن سان خال ڀريو:**

1- علم روشني آهي ۽ جهالت ________ آهي.
2- اهي شاگرد مسافر صاحب جي ________ تي رهندا هئا.
3- شاگردن جي رهائش، ________ ۽ ڪتابن جو خرچ ٻه مير صاحب ڀريندو هو.

**(ج) هيٺيان جملا درست ڪريو:**

1- اسان جي اسڪول ۾ اٺين جون ٻه ڪلاسون آهن.
2- منهنجو ڪتابون سنيون آهن.
3- اسڪول ۾ شاگردن جي تعداد چاليهه آهي.

**(د) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| اونداهي | پکيڙي | ماني | بلڊنگ | صرف |
|---|---|---|---|---|

**(ه) هيٺين لفظن جا ضد لکو:**

| اونداهي | | ٻهراڙي | |
|---|---|---|---|
| فائدو | | پري | |
| ختم | | نئين | |
| نفرت | | هلي | |

## سَبق پنجويهون

# اخلاقي قدر

رنگ ۽ نسل جي لِيڪَن کي مِٽايون گڏجِي،
باهه نفرت جي جتي آهي، وِسايون گڏجِي.

موهُه مايا جو، ڪُپت، ڪوڙ، حسد ۽ ڪينو،
پاڻ کي ”پاڻ“ جي ڦندن مان ڇڏايون گڏجِي.

عِلم سان حِلم هجي، سوچ سان گڏ سچائي،
اهڙو پيغام زماني کي ٻُڌايون گڏجِي.

امن عالمَ جو رهي شال سَدائين قائم،
هيءَ دعا آهي، مگر وِک ته وڌايون گڏجِي.

زندگي آهي ٻين لاءِ، ٻين سان آهي،
ڪو ٻُڏي ٿو ته هلي ان کي بَچايون گڏجِي.

آهي انسان ۾ اُلفت ۽ وفا جي خوشبو،
هي ٻه ڏَنُ آهي، اچو ان کي وَڌايون گڏجِي.

ڪُوڙ جي ڏُوڙ ۾ ڪائي جا ٽڪر پيا ڳوليون،
ماڻڪن لاءِ هلو پنڌ پُڄايون گڏجِي.

- شيخ عبدالحليم ”جوش“

# مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

1- شاعر زماني کي ڪهڙي پيغام ٻڌائڻ لاءِ تو چوي؟
2- زندگي ڪنهن جي لاءِ آهي؟
3- انسان ۾ ڇا جي خوشبوءِ آهي؟

(ب) نظم ۾ ”مِٺايون“، ”وِسايون“ هم آواز لفظ آهن، توهان ترتيب سان نظم ۾ آيل ٻيا هم آوازَ لکو:

(ج) هيٺيان جملا دُرست ڪريو:

1- اڄ موسم سُنو آهي.
2- منهنجو دل مضبوط آهي.
3- تنهنجون ڪتابون مون وٽ آهن.
4- منهنجو ياءُ ڪلهه ايندو.